# سِنڌي پنجون ڪِتاب

پنجين ڪلاس لاءِ

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

# سنڌي پنجون ڪتاب

## (پنجين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄام شورو، سنڌ.

ڇپيندڙ:

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي No.SO(G-1) E&L/Curr:2014, Dated: 29-12-2014 موجب سنڌ صوبي جي سڀني پرائمري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل



ليکڪ: الله بخش ٽالپر، سيد قادر بخش شاهه، سکيو خان چنو،
ولي رام "ولڀ"، سيد شير شاهه، محمد پريل 'بيدار' مڱريو،
ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، محمد اسحاق سميجو،
عزيز ڪنگراڻي، علي دوست عاجز، خالد آزاد وگهيو.

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي



چترڪار: ساجده يوسف

ڪمپيوٽر گرافڪس: نورمحمد سميجو

پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: عرفان علي سميجو

---

هي ڪتاب ................................ پريس ڪراچي ۾ ڇپيو.

# فهرست

# ٻه اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پائيپيءَ بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

مفت ورهاست لاءِ

بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰن الرَّحِيم

**سکيا جي حاصلات**

- الله سائينءَ جي ٻاجھہ ۽ قدرت کي بيان ڪرڻ.
- بيتن کي سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- بيتن ۾ آيل نون لفظن جي معنيٰ لغت ۾ ڏسي ٻڌائڻ.
- بيتن مان هم آواز لفظ لکڻ.

## سبق پهريون

# جيڏو تنهنجو نانءُ (حمد)

صاحبَ! تُنهنجي صاحبي، عجبُ ڏِٺي سُون،
پَنَ ٻوڙين پاتالَ ۾، پَهڻَ تارين تُون،
جيڪر اچين مُون، تہ ميرِيائِي مانُ لَهان.

جيڪِي مَنجھہ جَهَانَ، سو تارِيءَ تَڳي تُنهنجي،
لُطفَ جي لَطِيفُ چَئي، تو وَٽِ ڪَمِي ڪانہ،
عَدُلَ جُٽان آن نہ، ڪو قيرو ڪَج فَضُلَ جو.

جيڏو تُنهنجو نانءُ، ٻاجھہ بہ اوڏِيائي مَنگَان،
رِي ٽنَيين، رِي ٽُوٽِيين، تُون ڇَپَرُ تُون ڇانءَ،
ڪُڇاڙو ڪَهانءِ، توکي مَعَلوم سَيَڪا.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ

استاد لاءِ هدايت: استاد ٻارن کي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ بابت مختصر ڄاڻ ڏئي.

## مشق

مفت ورهاست لاءِ

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هي جهان ڪنهن جي تاريءَ تڳي ٿو؟
( ب ) شاعر ٻئي بيت ۾ رَبَّ سائينءَ کان ڪهڙي دعا گهري آهي؟
( ج ) شاعر رَبَّ پاڪ کان ڪيڏي ٻاجھه گُهري رهيو آهي؟

### 2. لفظن ۽ فقرن جي معنيٰ سمجهڻ:

- صاحب: الله سائينءَ ڏانهن اشارو
- پاتال: اونهائيءَ جي آخري حد، ترو، سمنڊ يا ڍنڍ وغيره جي گهرائي.
- ميريائي مانُ لهڻ: اَوَگُڻن (عيبن) هوندي بہ عزت ماڻڻ.
- تارِيءَ تڳڻ: آسري تي گذارڻ.
- ڪُڄاڙو: ڇا.
- ڪُڄاڙو ڪهانءِ: آءٌ ڇا چوان، تو آڏو ڇا بيان ڪريان.

### 3. ’تون‘ ۽ ’مون‘ هم آواز لفظ آهن، هنن بيتن مان ٻيا هم آواز لفظ ڳولي لکو.

سرگرمي: (1) ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو.

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| صاحبي | |
| ري | |
| منگّان | |
| ٻاجھه | |
| چيٻر | |

(2) بيت زباني ياد ڪريو ۽ سُر سان ٻڌايو.

سبق ٻيو

# پورهئي جي اهميت

**سکيا جي حاصلات**

- حضورﷺ جن جي زندگيءَ مان پورهئي جي اهميت سمجهڻ.
- حضورﷺ جن جي سيرت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ سمجهي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- لفظن جا ضد لکڻ.
- لفظن ذريعي خال ڀرڻ.
- اسم جو سادو استعمال ڪرڻ.

نَبِي اڪرم حضرت محمّد صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن جو ارشاد آهي تہ ”پورهيت خُدا جو دوست آهي“.

حق حلال جو پورهيو بہ هڪ عبادت آهي. اُهو انسان جيڪو پورهئي کان ڪيٻائي ٿو، سو سدائين ٻين جو محتاج رهي ٿو. هيءَ دنيا جيڪا اڄ هيڏي اوج تي پهتي آهي، سا بہ انسان جي پورهئي جي ڪري پهتي آهي.

اسان جي پياري پيغمبر حضرت مُحَمَد مُصطفيٰ صَلَّي اللهُ عَلَيه وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن پورهئي جو گهڻو تاڪيد فرمايو آهي. پاڻ سڳورا جيڪي بہ فرمائيندا هئا، انهيءَ تي پهريائين پاڻ عمل ڪندا هئا. پورهئي جي ايتري عظمت آهي، جو ٻنهي جهانن جا سردار پنهنجو ڪم پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا.

پاڻ سڳورا جڏهن مڪي شريف کان هجرت ڪري مديني شريف ۾ رهڻ لڳا، تڏهن ڪين مسجد جوڙائڻ جو خيال آيو. اُن ڪري پاڻ سڳورن حضرت ابو ايوب انصاريؓ

جي گهر جي پرسان زمين جو ڪجهه ٽڪرو خريد ڪيو. اُهو ٽڪرو بَنُو نَجار قبيلي جي ٻن يتيم ٻائرن جو هو. اُنهيءَ زمين جي ٽڪري تي جهنگ هو، جتي ڪجين جا ڪجهه وڻ به بيٺل هئا. پاڻ سڳورن جهنگ ۽ ڪجين جا وڻ وڍائي، لاهه ڪڍائي، مسجد جو بنياد رکيو: جنهن کي 'مسجد نَبوي' سڏيو وڃي ٿو.

جڏهن زمين مسجد جي اڏاوت لاءِ تيار ٿي وئي، ته ان جي تعمير جو ڪم شروع ڪيو ويو. حُضور صَلّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن، ٻين اصحابن سان گڏ پاڻ هڪ پورهيت وانگر مسجد جي اَڏاوت ۾ حصو ورتو. اصحابن پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو ته، اهو ڪم اسان جي حوالي ڪري، پاڻ آرامي ٿين. پر رسول ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن اصحابن سان گڏ مٽي ۽ پٿر ڍوئيندا رهيا. اصحابي پاڻ سڳورن کي پورهيو ڪندي ڏسي وڏيڪ جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪرڻ لڳا.

مسجد نبوي ان وقت بلڪل سادي نموني ٺاهي وئي. ڪچين سرن جون ڀتيون ٺاهي، انهن جي مٿان ڪجين جي ڦرهَن جي ڇت رکي وئي. مسجد ۾ فرش نه هئڻ ڪري، مينهن پوڻ ڪان پوءِ گپ ٿي ويندي هئي، تنهنڪري پٽ تي پٿريلي مٽي وجهرائي، اُن کي پڪو ڪرائي ڇڏيائون.

انهيءَ مان ثابت ٿيو ته، پاڻ سڳورا پورهئي کي ڪيڏو نه پسند فرمائيندا هئا. جيڪڏهن پاڻ سڳورا رڳو حڪم ڪن ها تڏهن به مسجد نبوي اڏجي وڃي ها. پر نَبِي ڪَرِيم صَلّي اللهُ عَلَيه وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن پنهنجي سر ڪم ڪري، پورهئي جي اهميت کي دنيا آڏو ثابت ڪري ڏيکاريو.

اسان کي به گهرجي ته، پاڻ سڳورن جي ڏنل سبق تي عمل ڪريون ۽ پورهئي ڪان ڪڏهن به عار نه ڪريون.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مسجد نبويءَ جي اَڏاوت لاءِ زمين ڪنهن ڪان خريد ڪئي وئي؟

( ب ) مسجد نبويءَ جي اڏاوت ۾ پاڻ سڳورن ڪهڙو حصو ورتو؟

( ج ) پاڻ سڳورن جي ڪم ڪرڻ مان اسان کي ڪهڙو سبق ٿو ملي؟

مفت ورهاست لاءِ

2 . هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| گُڙ | | |
| اوج | | |
| راس | | |
| تعمير | | |
| تاڪيد | | |

3 . هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| شروع | | زمين | |
| دوست | | ڪچي | |
| فرش | | حلال | |

4 . هيٺيان خال پريو:

(الف) انهيءَ زمين جي ٽڪري تي جهنگ هو، جتي................. جا ڪجهه وڻ به بيٺل هئا.

( ب ) پورهيت خدا جو ................ آهي.

( ج ) مسجد نبويءَ جون پٽيون .................. مان ٺاهيون ويون.

( د ) پاڻ سڳورن جي ڏنل سبق تي عمل ڪريون ۽ پورهئي کان ڪڏهن به ............... نه ڪريون.

مفت ورهاست لاءِ

5 . اهڙا ڏهہ اسم لکو، جيڪي ساهوارن، جاين ۽ شين جا نالا هجن.

6 . تصوير ۾ رنگ ڀريو.

ياد رکو تہ:

اسم معنيٰ نالو- ڪنهن بہ ساهواري، جاءِ ۽ شيءِ جي نالي کي اسم چئبو آهي.

جيئن: ڳئون، چوڪر، ميز، ڪتاب، اسڪول عام نالا آهن. اهي اسم عام سڏبا آهن.

مفت ورهاست لاءِ

سبق ٽيون

**سکيا جي حاصلات**

- نبي پاڪؐ جي سارا هه لکڻ.
- نبي پاڪؐ جا انسانن تي ٿورا لکڻ.
- نبي پاڪؐ جي دنيا وارن تي برڪت ۽ رحمت ٻڌائڻ.
- نعت شريف جي بيت کي مڪمل ڪرڻ.

محبت جنهن جي فطرت هئي، صداقت جنهن جي سيرت هئي،
عبادت زندگي ۽ زندگي، جنهن جي عبادت هئي.

ڪڏهن ڪنهن سان عداوت هئي، نہ ڪنهن جي لاءِ نفرت هئي،
محمّدؐ جي نظر ۾، هر بشر جي لاءِ عزت هئي.

ڪکر وانگر وسايو مينهن، جنهن پنهنجي مروت جو،
بنا ڪنهن فرق جي پنهنجن، پراون تي عنايت هئي.

نظر ۾، سوچ ۾، گفتار ۾، ڪردار ۾ جنهن جي،
اوّل کان تا اَبد قائم، رهڻ واري حقيقت هئي.

اتي ماحول پيدا ٿيو، محبت جو اُخوت جو،
جتي ويچا ئي ويچا هئا، جتي نفرت ئي نفرت هئي.

عبدالحليم 'جوش'

مفت ورهاست لاءِ

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شاعر هن نظم ۾ ڪنهن جي تعريف ڪئي آهي؟

(ب) نبي سڳوري جي واکاڻ شاعر ڪهڙن لفظن ۾ ڪئي آهي؟

(ج) حضرت محمّد صَلَّي اللهُ عَليه وَآلهِ وَسَلَّمَ جن جي پيدا ٿيڻ کان اڳ دنيا جي ڪهڙي حالت هئي؟

(د) الله جي رسول صَلَّي اللهُ عَليه وَآلهِ وَسَلَّمَ جن جي ڏنل سبق مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| صداقت | | عنايت | |
| مروت | | اُخوت | |
| بشر | | عداوت | |

3. هيٺيون سٽون مُڪمل ڪريو:

* محبّت جنهن جي فطرت هئي، ..............................................................

عبادت زندگي ۾ زندگي، ..............................................................

* ڪڪر وانگر وسايو مينهن، ..............................................................

بنا ڪنهن فرق جي پنهنجن، ..............................................................

سرگرمي: هيءَ نعت سُر سان ٻُڌايو.

**سکيا جي حاصلات**

- حضرت عثمان غنيؓ جي خوبين بابت ڄاڻڻ.
- سبق ۾ آيل لفظن جي معنيٰ سکڻ.
- نِتا لفظ سکڻ.
- ساڳي معنيٰ وارا لفظ سکي استعمال ڪرڻ.

## سبق چوٿون

# حَضرت عُثمان غَنِي رَضي اللهُ عَنهُ

حضرت عثمان غني رضي اللهُ عَنه، مسلمانن جو ٽيون خليفو ٿي گذريو آهي. هو اسان جي پياري نَبِي ڪَريم صَلّي اللهُ وَآلِه وَسَلّمَ جن جو پيارو صحابي هو. حضرت عثمان غني رضي اللهُ عَنه جي طبيعت نهايت سنجيده ۽ انصاف پسند هئي. حضرت ابوبڪر صديق رضي اللهُ عَنه جڏهن کين اسلام جي دعوت ڏني، تڏهن هن بنا دير ايمان آندو.

ٻين اصحابن وانگر حضرت عثمان غني رضي اللهُ عَنه بہ، الله تعاليٰ جي راضپي توڙي عام ڀلائيءَ جي ڪمن لاءِ هر وقت تيار رهندو هو. الله تعاليٰ کيس دولتمند تہ اڳيئي بڻايو هو، ويتر جو پاڻ سڳورن جي صحبت نصيب ٿيس تہ هو اسلام ۽ مسلمانن جي خدمت لاءِ جاني ۽ مالي قرباني ڪرڻ ۾ اڳرو رهيو.

مسلمانَ جڏهن مڪي شريف کان هجرت ڪري مديني شريف آيا تڏهن کين پيئڻ جي پاڻيءَ جي ڏاڍي تڪليف پيش آئي. شهر جي ويجهو ’رومہ‘ نالي مٺي پاڻيءَ جو هڪ کوهہ هوندو هو، جيڪو هڪ يهوديءَ جي ملڪيت هو. اُهو يهودي ايترو تہ ظالم ۽ لالچي هوندو هو، جو پاڻي بہ پيسن تي وڪڻندو هو. جيڪو کيس پيسا ڏيندو هو تنهن کي پاڻي ڀرڻ ڏيندو هو ۽ جنهن غريب وٽ پيسا نہ هوندا هئا تنهن کي پاڻي ڀرڻ نہ ڏيندو هو. خاص ڪري مسلمانن سان تہ هن جو ويرُ هوندو هو.

حضرت عثمان غني رضي اللهُ عَنه جهڙي سخي ۽ رحمدل انسان کان، مسلمانن جي اها حالت ڏٺي نٿي ٿي، سو پاڻ پنهنجي هڙان اُن يهوديءَ کي وِيهہَ هزار درهم ڏئي، اُهو کوهہ خريد ڪري، مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو، جنهنڪري مسلمانن کي وڏو فائدو رَسيو.

حضرت عثمان غني رضي الله عنه پنهنجي دولت اسلام ۽ مسلمانن جي عام ڀلائيءَ جهڙن ڪمن ۾ خرچ ڪري مسلمانن لاءِ هڪ سُنو مثال پيش ڪيو. اسان جي ملڪ جي سرنديءَ پڄنديءَ وارن مسلمانن کي بہ انهيءَ مثال کي سامهون رکي اسلام ۽ مسلمانن جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حضرت عثمان غني رضي الله عنه کي الله تعاليٰ ڪهڙين خوبين سان نوازيو هو؟

( ب ) مني پاٽيءَ جي کوهہ جو نالو ڇا هو؟

( ج ) حضرت عثمان غنيؓ اُهو کوهہ ڪنهن کان خريد ڪيو هو؟

( د ) حضرت عثمان غنيؓ يهوديءَ کان کوهہ ڪيترن درهمن ۾ خريد ڪيو؟

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| غني | | |
| پنهنجي هڙان | | |
| ڪَهل | | |
| سرندي پڄندي | | |
| ويرُ | | |
| دولتمند | | |

3 . هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| دير | | غريب | |
| عام | | سخي | |
| ظالم | | سُنو | |

4 . ’سرندي پُڄندي‘ ٻِتو لفظ آهي. توهان اهڙا کي بہ ٻيا پنج ٻِتا لفظ لکي ڏيکاريو.

5 . جمع ۽ واحد لکو:

| جمع | واحد | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| پيارا | | فائدو | |
| کوهَ | | تکليف | |
| پيسا | | مسلمان | |

‘ ’

سکيا جي حاصلات

- آڪاش منڊل بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- شمسي نظام بابت آگاهي حاصل ڪرڻ.
- زمان ماضيءَ کي زمان مستقبل ۾ بدلائڻ.
- نوان لفظ لغت مان ڏسي معنائون ٻڌائڻ ۽ جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال ڀرڻ.

سبق پنجون

# آڪاش مَنڊَل

توهان رات جو آڀ ڏي ضرور نهاريو هوندو. آڀ ۾ تارن جي ٽِم ٽِم ڪيڏي نه وڻندڙ هوندي آهي. اونداهي رات ۾ ته آڀ تي ٽمڪندڙ تارن جو نظارو دل کي اجا به وڌيڪ لُڀائيندڙ ۽ موهيندڙ لڳندو آهي. تارا ڏينهن جو به هوندا آهن پر سج جي تيز روشنيءَ سبب نظر نه ايندا آهن. رات جو آڀ تي تارن جي پکڙيل نکٽن واري مانداڻ کي آڪاش مَنڊَل چئجي ٿو.

تارا اهڙيون ڪائناتي ۽ قدرتي شيون آهن، جيڪي گرمي، روشني ۽ ڪِرڻا پيدا ڪن ٿيون. سج به هڪ تارو آهي. سج ۽ ان جي چوڌاري گردش ڪندڙ شين کي شمسي نظام چئبو آهي. هن شمسي نظام ۾ گِرهَ ۽ اُپ گِرهَ اچي وڃن ٿا. تاري کي پنهنجي روشني هوندي آهي، پر گرهه يا اُپ گرهه کي پنهنجي روشني نه هوندي آهي. ننڍا وڏا گِرهَ سج جي چوڌاري گردش ڪندا آهن. اُپ گِرهَ وري گِرهَ جي چوڌاري چڪر لڳائيندا آهن. اسان جي ڌرتي به هڪ گرهه آهي ۽

چَندُ اسان جي ڌرتيءَ جو هڪ اُپ گِرهه آهي جيڪو اسان جي ڌرتيءَ جي چوڌاري ڦري ٿو. اڳ ۾ مُکيہ نَوَ گِرهہَ ڄاڻايا ويندا هُئا، پر 2006ع کان پوءِ نئين تحقيق موجب اَٺَ وڏا گِرهہَ: زمين، مريخ، عطارد، زهره، مشتري، زحل، يورينس ۽ نيپچُون آهن. پلوٽو ۽ ٻيا ننڍا گِرهہَ آهن.

آڪاش مَندَل ۾ ڪي تارا الڳ الڳ ڏسبا آهن، ڪي مختلف جُهرمٽن جي صورت ۾ نظر ايندا آهن. انهن جُهرمٽن جا نالا آسمان ۾ انهن جي ويهڪ جي ڪري پيل آهن. جيئن ٽيڙُو، ڳٽ، ڪَتِي، وڇون وغيره. ٽيڙُوءَ ۾ ٽن تارن جي قطار ٺئي ٿي ۽ ڳٽ ۾ چار تارا نظر ايندا آهن. ڪن تارن جا خاص نالا بہ آهن جيئن قطب تارو، وِهاڻُو يا اَسُر وارو تارو وغيره.

آڪاش منڊل ۾ ڪهڪشائُون بہ آهن. ڪهڪشائُون بہ ستارن جا جُهرمٽ آهن. اسان جو سج هڪ ٻي ترتيب ڪهڪشان جي نظام جو حصو آهي.

آڪاش منڊل ۾ ڪڏهن ڪڏهن پُڇڙ تارا بہ ڏسڻ ۾ ايندا آهن. پُڇَڙ تارا جيئن ئي سج جي ويجهو ايندا آهن تہ، سج جي گرميءَ تي انهن جا برفاني تهہ رِجَڻ شروع ٿيندا آهن ۽ انهن مان خارج ٿيندڙ دونهين جهڙي وڏي اڇي شيءِ پُڇ وانگر نظر ايندي آهي.

مٿي ڄاڻايل سموريون ڳالهيون نظام شمسي يا آڪاش منڊل جو حصو آهن.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) آڪاش منڊل يا شمسي نظام ڇا کي چوندا آهن؟
( ب ) تارا ڇا آهن؟
( ج ) سج ڇا آهي؟
( د ) گرهہ ۽ اُپ گرهہ ۾ فرق ٻڌايو؟
( هہ ) ڪهڪشان ڇا کي چئجي ٿو؟
( و ) پُڇڙ تاري بابت اوهان کي ڪهڙي ڄاڻ آهي؟

2 . توهان رات جو اُپ ڏٺا ضرور نهاريو هوندو هن جملي ۾ 'نهاريو' فعل ماضي آهي.

'نهاريو' کي بدلائي 'نهاريندا' لکنداسين تہ فعل جو زمانو بدلجي ويندو، انهيءَ زماني کي زمان مستقبل چئبو آهي. مستقبل معنيٰ ايندڙ وقت.
هيٺين فعلن جي زمان کي بدلائي زمان مستقبل ٺاهيو:

لکيو - آيو - پڙهيو - ڳالهايو - ويا

3 . هيٺين لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| آڪاش | | |
| منڊل | | |
| نظارو | | |
| گردش | | |
| جهرمٽ | | |

4 . مناسب لفظن سان خال ڀريو:

* آڪاش کي ________ بہ چئبو آهي. (زمين - اُپُ - چنڊ - تارو)
* زمين هڪ ________ آهي. (اُپ گرهہ - گرهہ - تارو - نکٽ)
* ٽن تارن جي قطار کي ________ چئبو آهي. (ڪَتي - وِهائو تارو - ٽيڙو - ڪَٽَ)

سبق ڇهون

# هَلو سَبز پَرچَم اُڏاري هَلو

**سکيا جي حاصلات**

- وطن جي حب واري نظم کان علاوه ٻيا شعر ٻڌائڻ.
- خال ڀري شعر مڪمل ڪرڻ.
- قافيي بابت سکڻ / معلومات حاصل ڪرڻ.
- نظم کي سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.

وطن جي چمن کي سنواري هلو،
سنواري، سُڌاري، اُجاري هلو.

سخا جي نظر سان نهاري هلو،
وفا جي اکر کي اُڇاري هلو.

سوين سِجَ اُڀ تي اُڀاري هلو،
سجو ساٿُ ساري سنياري هلو.

ڪدورت ۽ ڪيني کي دل مان ڪڍي،
فقط ديس جو ڌيان ڌاري هلو.

جبل، جهنگ، دريا لتاڙي لنگهو،
ڏکن جي ته ڏونگر کي ڏاري هلو.

ڪَچائي، ڪُپت، ڪوڙُ ڪوري ڪڍو،
صداقت ۽ سچ جي سَهاري هلو.

بلنديءَ جي عظمت جا ڪوڙي عَلَمَ،
زماني کي حيرت ڏياري هلو.

ڪنارا اچي نيٺ چُمندا قدم،
تَوڪل جي تُرهي کي تاري هلو.

هلڻ جو، وڏڻ جو، بِگُلُ تو وڄي،
اُتو قافلي، کي اٿاري هلو.

امانت اوهان کي، ٿي سُونهي "سليم"،
هلو سبز پرچم اُڏاري هلو.

سليم ڳاڙهوي

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟

( ب ) اهو بند توهان کي وڌيڪ ڇو پسند آهي؟

( ج ) وطن جي حُب جا ڪي بيا شعر توهان کي ياد هُجن ته ٻُڌايو؟

2 . هيٺيان بند مڪمل ڪريو:

* ڪچائي، ڪُپت، ڪوڙُ ............................،
....................................... جي سَهاري هلو.

* جبل، جهنگ، دريا ..............................،
............................. ڏونگر کي ڏاري هلو.

* هلڻ جو، وڏڻ جو ..................................،
.................................... کي اُٿاري هلو.

3 . بيت ۾ ڪم آيل هم آواز لفظن جي چونڊ ڪريو: جيئن: سنواري / نهاري
ياد رکو ته: نظم ۾ اهڙن هم آواز لفظن کي "قافيو" به چئبو آهي.

سرگرمي: (1) هن نظم کي سُر سان ڳائي ٻُڌايو.
(2) وطن جي جهنڊي بابت پنج جملا لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- سنڌ جي ثقافت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- شاهه عنايت جي باري ۾ ڄاڻڻ.
- اسم خاص جي باري ۾ ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مناسب لفظن سان خال پرڻ.
- مختصر مضمون لکڻ.

## سبق ستون

# صوفي شاهه عنايت شهيدؒ جو ميلو

سنڌ، صوفين ۽ بزرگن جي ڌرتي آهي، جن هميشه پيار، محبت ۽ امن جو سبق ڏنو آهي. اُنهن بزرگن جي پيار، امن، ڀائپي ۽ اتحاد جي تعليم ۽ تربيت جي اثر ڪري هتي جا ماڻهو سدائين کان پيار ۽ امن جا پيروڪار رهيا آهن. سنڌ جو ڪوبه اهڙو واهڻ يا وسندي نه آهي، جتي اهڙن صوفين ۽ بزرگن جي ڪا مزار نه هجي. انهن مزارن تي هر سال ميلا لڳندا آهن.

سنڌ ۾ لڳندڙ ميلا، سير ۽ تفريح سان گڏوگڏ وڻج واپار جو پڻ هڪ اهم وسيلو آهن. انهن ميلن ۾ جتي بزرگن سان عقيدت جو اظهار ڪيو ويندو آهي. اُتي لکين آيل عقيدتمندن ۽ زيارتين لاءِ تفريح جو به انتظام ڪيو ويندو آهي. زرعي نمائشون، ادبي ڪانفرنسون ۽ مشاعرا ٿيندا آهن. مختلف هُنرن جا اسٽال، سرڪس، جهولا، رانديڪن، مناين ۽ ڪاڌي پيتي جا دُڪان به لڳايا ويندا آهن.

ميلن جي بازارن ۾ وڏو ڪاروبار ٿيندو آهي. سوين دُڪاندار جتي منافعو ڪمائيندا آهن، اُتي ماڻهن جي تفريح ۽ وندر جو سامان بہ مهيا ٿئي ٿو. سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي ننڍا توڙي وڏا ميلا لڳندا آهن. صوفي شاهہ عنايت شهيدؒ جو ميلو انهن ميلن کان ڪجهہ مختلف آهي.

شاهہ عنايت جو پورو نالو شاهہ عنايت الله ولد مخدوم فضل الله آهي. سندن وڏا بغداد جا هئا، جتان لڏي اچي 'اُچ شريف' ۾ رهيا. ان کان پوءِ سنڌ جي ڳوٺ 'نصريہ' ۾ آباد ٿيا. ان بعد 'ميران پور' ۾ اچي رهيا، جيڪو موجوده 'جهوڪ شريف' جي اوپر پاسي ويجهو آهي.

صوفي شاهہ عنايت، ميران پور ۾ سن 1066هہ مطابق 1654ع ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم عربي، فارسي ۽ قرآن مجيد مڪمل ڪري، جوانيءَ ۾ ملتان جي بزرگ، ڪامل درويش شاهہ شمس کان فيض حاصل ڪيائين. اُن کان پوءِ حيدرآباد دکن ۾ شاهہ عبدالملڪ برهانپوريءَ جي صحبت ۾ پنج ورهيہ گذاريائين ڪيس شاهہ عبدالملڪ هڪ ڳاڙهو خرقو، ترار ۽ ٽوپي ڏئي 'صوفيءَ' جي لقب سان نوازيو ۽ هدايت ڪيائينس تہ سنڌ ۾ وڃي خلق جي خدمت ڪرِ. آخرڪار شاهہ عنايت ٺٽي ۾ آيو. هتي فقيري نموني سان زندگي گذارڻ لڳو ۽ ماڻهن جي ساڻس عقيدت ۽ محبت وڌڻ لڳي، ڪجهہ وقت کان پوءِ ٺٽو ڇڏي اچي 'ميران پور' ۾ رهيو.

ميران پور ۾ قيام دوران، سندس فقيريءَ جي هاڪ هر هنڌ پکڙجي وئي. پري پري کان مريد ۽ عقيدتمند اچي کانئس روحاني فيض حاصل ڪرڻ لڳا. شاهہ عنايت کي هارين ۽ غريبن سان گهڻي همدردي هئي، اُن ڪري هن هارين جي حقن جي حمايت ڪئي ۽ پيغام ڏنائين تہ: "جو کيڙي سو کائي"، جيڪا ڳالهہ پرپاسي جي بااثر زميندارن ۽ وڏن ماڻهن کي پسند نہ آئي. اهي وقت جي حاڪمن سان گڏجي شاهہ عنايت ۽ سندس فقيرن جي خلاف ٿي پيا.

سن 1128هہ مطابق 1715ع ۾، نواب اعظم خان، مغلن پاران ٺٽي جو

گورنر مقرر ٿي آيو. هن، شاهه عنايت ۽ سندس فقيرن کان ڍَلَ جي گُهر ڪئي.
انڪار ڪرڻ تي نواب اعظم خان، مقامي حاڪمن ۽ بااثر ماڻهن جي مدد سان
وڏو لشڪر وٺي ميران پور جو گهيرو ڪيو. هي گهيرو ڇهه مهينا هليو. آخر
صوفي شاهه عنايت کي 17 صفر سن 1130ھ مطابق 1718ع ۾، دوکي سان شهيد
ڪيو ويو. سندس آخري آرام گاهه جهوڪ شريف ۾ آهي. جتي هر سال 17 صفر
کان ٽي ڏينهن شاندار ميلو لڳندو آهي. اُتي وڏي تعداد ۾ مُريد ۽ عقيدتمند
ايندا آهن. ميلي جي موقعي تي صوفياڻو ڪلام ڳايو ويندو آهي.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) صوفي بزرگن ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟
( ب ) ميلن ۾ ڪهڙي قسم جي تفريح هوندي آهي؟
( ج ) صوفي شاهه عنايت هارين جي حقن لاءِ ڪهڙو پيغام ڏنو؟
( د ) صوفي شاهه عنايت جي شهادت وقت ٺٽي جو گورنر ڪير هو؟
( هه ) صوفي شاهه عنايت شهيد جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي لڳندو آهي؟

2 . هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| تفريح | | |
| واهڻ | | |
| درس | | |
| تفسير | | |
| منافعو | | |

### 3. هن سبق ۾ ڪم آيل لفظ:

شاھ عنايت - بغداد - جھوڪ وغيره اسم خاص آھن.

جيڪي نالا ڪنھن خاص شخص، جڳھه يا شيءِ جا ھوندا آھن، تن کي اسم خاص چئبو آھي، توھان بہ اھڙا پنج اسم خاص سبق مان ڳولي لکو.

### 4. ھيٺيان خال پريو:

(الف) صوفي شاھ عنايت شهيدؒ جي مزار .................................... ۾ آھي.

( ب ) ھن بزرگ جو ھر سال ميلو .................... تي لڳندو آھي.

( ج ) ميلي جي موقعي تي ............................ ڪلام ڳايو ويندو آھي.

( د ) ھن بزرگ جا وڏا اصل ............................. جا ھئا.

( ھ ) ميران پور ۾ رھڻ دوران سندن فقيريءَ جي .................... ھر ھنڌ پکڙجي وئي.

### 5. تصوير سُجاڻو:

**سرگرمي:** اوھان ڪنھن بہ ڏٺل ميلي جو مختصر احوال لکو.

**سکيا جي حاصلات**

- هولي جي ڏڻ بابت ڄاڻڻ.
- سنڌ جي ثقافت جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- نون لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- مذهبي ڏڻن جو احترام سکڻ.
- زمان ماضي جي جملن کي زمان حال ۾ بدلائڻ.

سبق انون

# هولِي

هولي هندو ڌرم وارن جو هڪ اهم ڌرمي ڏِڻ آهي. آڳاٽي زماني ۾ هندستان ۾ هرناڪش نالي هڪ راجا راڄ ڪندو هو. هڪ ڀيري هُن پوڄا ۾ دعا گهري تہ: ”مون کي اهڙي طاقت ملي، جو آءٌ نہ تير سان مري سگهان نہ تلوار سان، نہ گهر جي اندر مران نہ گهر کان ٻاهر، نہ مون کي ڪو زمين تي ماري سگهي، نہ آسمان تي، نہ ڪنهن انسان کان مري سگهان نہ جانور کان، نہ ڏينهن جو مران نہ وري رات جو“ چون ٿا تہ:”هُن جي دعا اگهامي وئي. راجا طاقت جي نشي ۾ اچي اعلان ڪرايو تہ: ”هاڻي مون کان وڌيڪ ڪوبہ طاقتور نہ آهي، تنهنڪري اوهان سڀني کي منهنجي پوڄا ڪرڻ گهرجي.“

راجا کي پهلاج نالي هڪ پٽ هو. اُهو جڏهن وڏو ٿيو تہ راجا ڪيس تعليم ۽ تربيت لاءِ اُستاد وٽ ڇڏيو. استاد کيس هڪ ئي پالڻهار جي پوڄا ڪرڻ ۽ اُن کي ئي مڃڻ جي نصيحت ڪئي. تڏهن هن اهو سمجهيو تہ: ”منهنجو پيءُ هن سنسار جو خلقڻهار نہ آهي. اهو سوچي هُو ماڻهن ۾ پرچار ڪرڻ لڳو تہ هِن سموري ڪائنات جو خلقيندڙ هڪ خدا آهي. اُن جي ئي پوڄا ڪرڻ گهرجي.“

جڏهن راجا ڏٺو تہ سندس پٽ، سندس راڄ کي گمراهہ ڪري رهيو آهي، تڏهن پٽ کي حڪم ڏنائين تہ: ”تون اها ڳالهہ ڇڏي ڏي.“ پر هُو نہ مُڙيو. نتيجي ۾ ماڻهو راجا جي خلاف ٿي پيا ۽ پهلاج کي ’سچو ڀڳت‘ سمجهڻ لڳا.

راجا کي اِها ڳالهہ نہ وڻي ۽ هُو پهلاج کي مارائڻ لاءِ سِٿون سِٽڻ لڳو. هُن کيس جبل جي چوٽيءَ تان ڌڪو ڏياريو، سمنڊ ۾ ٻوڙي مارڻ لاءِ لوڙهيو، پر هُو بچي ويو. راجا کي پريشان ڏسي، سندس ڀيڻ هولڪا وٽس آئي ۽

چيائينس تہ: ”مون وٽ هڪ اهڙي چادر آهي، جنهن کي جيڪو بہ پنهنجي جسم تي ويڙهيندو، تنهن کي باهہ نہ ساڙيندي. تون باهہ جو وڏو مچ ٻاراءِ. آءٌ اُن ۾ اُها چادر ويڙهي ويندي‌س. پوءِ پهلاج کي چئو تہ جيڪڏهن تون سچ تي آهين تہ هن مچ ۾ گهڙُ! هو جڏهن باهہ ۾ ايندو تہ سڙي خاڪ ٿي ويندو ۽ تنهنجي هُن مان جِند ڇُٽي پوندي.“

راجا کي اِها ڳالهہ وڻي. هُن هڪدم مچ ٻارايو. هولڪا چادر ويڙهي وڃي اُن ۾ ويٺي. پهلاج بہ ڌڻيءَ کي ياد ڪري مچ ۾ ٽپي پيو. اُن مهل قدرت سان هڪ وڏو طوفان آيو. هولڪا جي چادر اُڏامي وڃي پهلاج تي پئي. هولڪا سڙي خاڪ ٿي وئي ۽ پهلاج صحيح سلامت ٻاهر نڪري آيو. ماڻهو ’سچ جي جئہ‘ جا نعرا هڻڻ لڳا.

ان ڪانپوءِ راجا هڪ ٻي سِٽ سِٽي. هن لوهہ جو هڪ وڏو ٿنڀ باهہ ۾ تپائي ڳاڙهو ڪرايو ۽ پهلاج کي للڪاري چيائين تہ: ”جيڪڏهن تون سچو آهين تہ هِن ٿنڀي کي ڀاڪر پائي ڏيکار.“ جڏهن پهلاج ٿنڀي ڏانهن ڏٺو تہ مٿان ان جي هڪ ماڪوڙي گذري رهي هئي. پوءِ هن جو ڊپ ختم ٿي ويو ۽ ڊوڙي وڃي ٿنڀي کي ڀاڪر پاتائين. قدرت سان ٿنڀو ڦاٽي پيو ۽ اُن مان ’نرسنگهہ‘ نڪري نروار ٿيو. نرسنگهہ جي جسم جو اڌ شينهن جو ۽ اڌ ماڻهوءَ جو هو.

سانجهي ٿي، تہ نرسنگهہ، راجا هرناڪش کي جهلي، پنهنجي گوڏن تي رکيو ۽ درٻار جي چانئٺ تي ويهي، پنهنجا ننهنَ سندس ڇاتيءَ ۾ کُپائي ڪيس ماري ڇڏيائين. پوءِ هُن پهلاج کي هرناڪش جي گاديءَ تي ويهاريو.

هندو ڌرم جا پوئلڳ هولڪا جي سڙي خاڪ ٿيڻ واري ڏينهن تي خوشيءَ ۾ ’سچ جي جئہ‘ چئي، هر سال ڦڳڻ مهيني جي ٻارهين تاريخ تي ڌوم ڌام سان ’هوليءَ‘ جو ڏهاڙو ملهائيندا آهن.

هوليءَ جي موقعي تي رات جو هر گهر ۾ باهہ جو مچ ٻاريو ويندو آهي،

جنهن ۾ ٻاڙهي ڏاڳي سان ويڙهيل اٽي جو مِنو لولو پچائبو آهي. لولو پچي ويندو آهي، پر ڏاڳو اهڃاڻ طور نه سڙندو آهي. ڏاڳي جي سلامت هجڻ کي ’سچ جي جئه‘ چيو ويندو آهي.

هوليءَ جي ٻئي ڏينهن تي ڌوڙيو ٿيندو آهي. انهيءَ موقعي تي هندُو رنگن جون پچڪاريون پري، مِٽن مائٽن ۽ دوستن تي اُڇلي محبت ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪندا آهن.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) راجا هرناڪش ڪهڙي دعا گهري هئي؟
( ب ) راجا هرناڪش جي پٽ جو نالو ڇا هو؟
( ج ) ڀهلاج ڀڳت، پيءُ جي خلاف ڇو ٿيو؟
( د ) هولڪا ڪير هئي ۽ سندس موت ڪيئن ٿيو؟
( هه ) هولي ڪهڙي مهيني ۾ ملهائبي آهي؟
( و ) هوليءَ جي ٻئي ڏينهن کي ڇا سڏبو آهي؟
( ز ) راجا هرناڪش جو موت ڪيئن ٿيو؟

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| خلقٽهار | | |
| ڦٻڻ | | |
| سنسار | | |
| جئه | | |
| پرچار | | |

## 3. هيٺ ڏنل جملن کي زمان ماضيءَ مان زمان حال ۾ بدلايو:

**جيئن** : پهلاج آيو - پهلاج اچي ٿو.

- هريش ماني کاڌي. ..............................................
- سيتا اسڪول وئي. ..............................................
- اسڪول جو گهنڊ وڳو. ..............................................

## 4. تصوير ۾ مناسب رنگ ڀريو:

### ياد رکو ته:

* ڪِڀِڻُ مهينو وڪرمي سال جو ٻارهون مهينو آهي.
* عيدالفطر ۽ عيد الاضحيٰ مسلمانن جا وڏا ڏينهن آهن.
* ڪرسمس عيسائين جو وڏو ڏينهن آهي.
* هولي ۽ ڏياري هندن جا وڏا ڏينهن آهن.

**اسان سيني کي سمورن مذهبي ڏِڻن جو احترام ڪرڻ گهرجي.**

سبق نائون

# پيارا وطن

### سکيا جي حاصلات

- نظم مان لطف وٺڻ.
- اسم عام ۽ اسم خاص جي سڃاڻپ ڪرڻ.
- نظم پڙهي ان جو تت ٻڌائڻ.
- وطن جي حب بابت ڪي جملا لکڻ.
- نظم کي زباني سُر سان ٻڌائڻ.

منهنجا وطن پيارا وطن، اکڙين سندا تارا وطن!
اي دوست دل وارا وطن، هر جاءِ هاڪارا وطن!

تون ئي جياپو جان جو، تو سان سندم جيءَ جون جڙيون،
توسان اَڙيو مَن آ سَندمُ، اَي سرس سُونهارا وطن!

منڙا وطن تنهنجي مٽان، سِر ساهه سڀ گهوري ڇڏيان!
تنهنجو نہ مَٽ ڪو ديس ٻيو، محبوب موچارا وطن!

سُکيو ستابو شل رهين، ڪوسو لڳي توکي نہ واءُ،
ماکي ۽ مصريءَ کان مِٺا، اي جان کان پيارا وطن!

تنهنجي مٽيءَ ۾ مُشڪُ ۽ تنهنجي هوائن ۾ هُٻاءُ،
مهراڻ جي هر موج، ڄڻ امرت سندي ڌارا وطن!

منهنجا وطن، شل شَهَرَ ۽ سڀ ڳوٺڙا تنهنجا وسن،
رحمت سندا تو تي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطن!

منهنجا محبت جا "سليم" آهن، سوين تو تي سلام،
منٺار موچارا وطن، او سُونهن سِڪ وارا وطن!

سليم ڳاڙهوي

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ٿو؟

( ب ) اهو بند توهان کي ڇو ٿو وڻي؟

( ج ) هن نظم جي ڪنهن به هڪ بند جي سمجهاڻي ڏيو.

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| هاڪارا | | |
| سرس | | |
| سونهارا | | |
| هڳاءُ | | |
| مهراڻ | | |

3. وطن سان محبت جي باري ۾ شاعر ڇا ٿو چئي؟ لکي ڏيکاريو.

4. هيٺ ڏنل اسمن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي ڌار ڪري لکو:

عورت - وڻ - ڪتاب - حيدرآباد - ناصر - گهوڙو - موٽر- ڪراچي - شازيه
پينسل - تاج محل - اسڪول

| اسم عام | اسم خاص |
|---|---|
| | |
| | |
| | |
| | |
| | |
| | |

سرگرمي: هن نظم کي سُر سان ٻُڌايو.

سکيا جي حاصلات

- علمي، ادبي شخصيت بابت معلومات حاصل ڪرڻ.
- سبق پڙهي خالي جايون پرڻ.
- ڪنهن بہ علمي، ادبي شخصيت بابت لکڻ.

سبق ڏهون

# محمد عثمان ڏيپلائي

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو ڳاڻيٽو نامور عالمن، اديبن ۽ صحافين ۾ ٿئي ٿو.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو جنم 13 جون 1908ع تي، ٿرپارڪر ضلعي جي شهر 'ڏيپلي' ۾ ٿيو. سندس والد حبيب الله هڪ ننڍڙو واپاري هو. محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي شروعاتي تعليم ڏيپلي جي پرائمري اسڪول ۾ ٿي، جتي هو ڇهہ درجا سنڌي پڙهيو. وڌيڪ تعليم جو ڏيپلي ۾ بندوبست نہ هئڻ ڪري اڳتي پڙهي نہ سگهيو، پر پنهنجي ذاتي شوق ۽ محنت سان اردو، عربي، فارسي ۽ هندي چڱيءَ طرح سکي ويو. اسڪول ۾ سندس شمار ذهين ٻارن ۾ ٿيندو هو.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ کي ننڍي هوندي کان ئي لکڻ پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. چوٿين درجي ۾ پنهنجي هم ڪلاسي دوستن لاءِ هٿ سان لکيل هفتيوار اخبار 'فرحت آثار' ڪڍيائين. ان ۾ آکاڻيون، لطيفا ۽ خبرون ڏيندو هو. سن 1924ع ۾ جڏهن 16 ورهين جو هو، تڏهن سندس هڪ تاريخي مضمون دهليءَ مان نڪرندڙ مشهور اردو رسالي 'منادي' ۾ ڇپيو. ڏيپلائيءَ جو پهريون افسانو'چند سهڻو يا انسان' سنڌيءَ جي مشهور رسالي 'ترقي' ۾ ڇپيو، پاڻ 19 ورهين جو هو تہ سندس پهريون ڪتاب 'قرآني دعائون' ڇپيو ۽ کيس انعام پڻ مليو.

محمد عثمان ڏيپلائي ڏيڍ سوَ کان مٿي ڪتاب لکيا، جن ۾ تاريخي ناول، ديني ڪتاب، افسانن جا مجموعا ۽ ناٽڪ شامل آهن. سندس مشهور ناولن ۾ 'نُور توحيد' ۽ 'سانگهڙ' شمار ٿين ٿا. 'نُور توحيد' ناول ۾ رسول پاڪ ﷺ جي زندگي، جڏهن تہ 'سانگهڙ' ناول ۾ سنڌين جي انگريز حڪومت سان زبردست ويڙهاند جو احوال آهي. انهيءَ ۾ خاص طور تي سنڌي عورتن جي همت ۽ بهادريءَ

جا داستان آهن. سندس ديني ڪتابن ۾ ’قرآن شريف‘ جو آسان سنڌي ترجمو به شامل آهي. ان کان سواءِ محمد عثمان ڏيپلائيءَ، شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جو ڪلام گڏ ڪري پاڪيٽ سائيز ۾ ڇپايو.

محمد عثمان ڏيپلائي وڏو صحافي هو. هن ’عبرت‘، ’انسان‘ ۽ ٻيا رسالا ڪڍيا ۽ ويهارو کن ناٽڪ به لکيا.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جون سموريون لکڻيون انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ آهن. هو چاهيندو هو ته انسان غلط ۽ جاهلاڻين ريتن ۽ رسمن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري جڳ ۾ عزت ۽ آبرو ماڻي.

سندس خدمتن جي مڃتا ۾ ڪيس 2004ع ۾ صدر پاڪستان طرفان ’پرائيڊ آف پرفارمنس‘ جو ايوارڊ نو ويو.

محمد عثمان ڏيپلائي 7 فيبروري 1981ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه ڪنٽومينٽ قبرستان حيدرآباد ۾ آهي.

## مشق

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) محمد عثمان ڏيپلائي ڇا جي ڪري مشهور هو؟

(ب) محمد عثمان ڏيپلائي کي ڪهڙو ايوارڊ مليو؟

(ج) محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي مشهور ڪتابن جا نالا ٻڌايو؟

(د) محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي آخري آرامگاهه ڪٿي آهي؟

### 2. هيٺ ڏنل جملن ۾ خالي جايون ڀريو:

- محمد عثمان ڏيپلائي جو جنم 13 جون ..............ع ۾ ٿيو.
- ڏيپلو شهر ...................... ضلعي ۾ آهي.
- محمد عثمان ڏيپلائي ابتدائي تعليم .................. اسڪول مان حاصل ڪئي.
- محمد عثمان ڏيپلائي کي صدارتي ايوارڊ ..................... سن ۾ مليو.
- محمد عثمان ڏيپلائي جي وفات ..................... سن ۾ ٿي.

### 3. پنهنجي علائقي جي ڪنهن علمي، ادبي شخصيت بابت مختصر نوٽ لکو.

سبق يارهون

# موهن جو دڙو

**سکيا جي حاصلات**

- سنڌ جي عظيم تهذيب ۽ ثقافت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- موهن جي دڙي بابت معلومات حاصل ڪرڻ.
- فاعل جي ڄاڻ پرائڻ.
- غلط جملن کي درست ڪرڻ.
- سبق پڙهي ان جو تت لکڻ.

سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب دنيا جي قديم تهذيبن مان هڪ آهي، اها ڄاڻ اسان کي موهن جي دڙي جي آثارن مان ملي ٿي. جيڪا اٽڪل ساڍا پنج هزار سال پراڻي آهي. هي دڙو، لاڙڪاڻي ضلعي ۾، موهن جي دڙي ريلوي اسٽيشن کان تيرهن ڪلوميٽر پري آهي. هن دڙي کان سواءِ سنڌ ۾، ٻين ڪيترن ئي قديم شهرن جا نشان موجود آهن، پر هي سڀ کان وڏو دڙو آهي.

انگريزن جي حڪومت ۾ سر جان مارشل نالي هڪ انگريز، قديم آثارن جي ماهر کي حڪومت طرفان انهيءَ ڪم تي مقرر ڪيو ويو ته سنڌ جا قديم آثار ڳولي، انهن جي کوٽائي ڪرائي. هن 1922ع ۾ هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي، جنهن مان معلوم ٿيو ته سنڌو ماٿريءَ جو هي علائقو آڳاٽي زماني ۾

ڏاڍو سُٺريل هو. ان وقت جا ماڻهو هوشيار ۽ هنر وارا هوندا هئا. سندن رهڻي ڪهڻي شاندار نموني جي هوندي هئي ۽ هو ڏاڍا سُکيا ستابا هئا.

کوٽائيءَ مان اهو پڻ ڏسڻ ۾ آيو تہ هن شهر جون سڀ جايون هوادار ۽ پڪين سِرن جون ٺهيل هيون. انهن مان ڪي تہ ٻہ ماڙ بہ هيون. شهر جا رستا ڪشادا ۽ سڌا هئا. رستن جي پاسن کان گندي پاڻيءَ جي نيڪال جون ناليون پڻ هيون ۽ پٽين جي اوساري گاري سان ٿيل هئي. انهن جون سرون اهڙيون تہ مضبوط پڪل هيون جو هزارين سال گذرڻ کان پوءِ اڄ بہ نيون پيون لڳن! گهرن ۾ پڪا کوهہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اتي هڪ وڏو تلاءُ موجود آهي. جو 12 ميٽر ڊگهو، 8 ميٽر ويڪرو ۽ اڍائي ميٽر اونهو آهي. اُن جي چوطرف ڏاڪڙيون ٺهيل آهن، جن مان اهو اندازو لڳائجي ٿو تہ عام ماڻهو اُتي وهنجندا هئا. شهر جي بازار جا آثار بہ چِٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٻنهي پاسي دڪانن جا نشان بہ پڌرا آهن.

هن دڙي کي کوٽيندي هڪ مندر ظاهر ٿيو. جنهن جي چوڌاري ننڍيون ننڍيون ڪوٺيون ٺهيل آهن. جن مان ائين ٿو معلوم ٿئي تہ اُهي مندر جي پوڄارين لاءِ ٺهرايون ويون هيون. هن دڙي مان جيڪي سِڪا هٿ آيا آهن تن تي ڍڳي ۽ ٻين شين جون شڪليون بہ اُڪريل آهن. گهرن کي کوٽيندي سون ۽ چانديءَ جا زيور، ٽامي ۽ ٽڪر جا ٿانوَ توڙي رانديڪا بہ هٿ آيا آهن. وَڍِ ٽُڪَ جا اوزار پڻ لڌا ويا آهن، جيڪي پٿر جا ٺهيل آهن. ان مان ائين ٿو سمجهجي، تہ ان زماني ۾ لوهہ کان ڪم نہ ورتو ويندو هو. اُتي کي اهڙيون شيون بہ هٿ آيون آهن. جن مان خبر پوي ٿي تہ انهيءَ زماني ۾ ڪٽڪ، جَوَ ۽ وونئڻ پوکبا هئا.

عمدا عمدا ائٽ پڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن، جنهن مان لڳي ٿو تہ عورتون گهرن ۾ ڪَتڻ جو ڪم ڪنديون هيون. دڙي مان ڪيترن جانورن جون شڪليون پڻ مليون آهن، پر عجب جي ڳالهہ اها آهي جو هتي گهوڙي جي ڪابہ مورت نظر نہ آئي آهي.

موهن جو دڙو هن وقت سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. جڏهن ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو هتي ايندا آهن، تہ گهڻو ڪري هي آثار تہ ضرور ڏسڻ ايندا آهن. سرڪار هتي هڪ عجائب گهر نهرائي اُن ۾ هتي جون لڌل شيون رکائي ڇڏيون آهن. هتي قديم آثارن واري کاتي جي آفيس ۽ سياحن لاءِ مسافرخانو موجود آهي. لاڙڪاڻي ۽ ڏوڪري شهر کان، موهن جي دڙي ڏانهن وڃڻ لاءِ سوارين جو جوڳو بندوبست ٿيل آهي. هتي هوائي اڏو پڻ آهي. هتي ظاهري طرح تہ ڦٽل شهر جا نشان آهن، جتي رڳو نڪر ۽ پتر پيل نظر اچن ٿا، پر ماهرن جي نظر ۾ هيءُ دڙو انساني تهذيب جو وڏو مرڪز آهي، جنهن مان قديم زماني جي ماڻهن ۽ اُنهن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي خبر پوي ٿي. مصري، سميري ۽ چيني تهذيبون بہ دنيا جون قديم تهذيبون آهن.

هن وقت بدقسمتيءَ سان سم ۽ ڪلر اچي منهن ڪڍيو آهي ۽ آثارن کي وڏو هاڃو رسي رهيو آهي. ماڻهن جي لاپرواهي سبب هن عظيم تهذيب کي نقصان پهچي رهيو آهي.

اسان سمورن کي موهن جو دڙو ضرور ڏسڻ گهرجي ۽ ان جي بچاءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهو اسان جو قومي ۽ اخلاقي فرض آهي. هنن آثارن تي سنڌ توڙي پاڪستان کي وڏو فخر آهي. دنيا جي هن عظيم ورثي کي بچائڻ لاءِ يونيسڪو وڏيون ڪوششون ورتيون آهن.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) موهن جو دڙو ڪٿي آهي؟

( ب ) موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪهڙي سال کان شروع ٿي؟

( ج ) ڪهڙي ماهر موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪرايو؟

( د ) موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙي ڄاڻ ملي؟

( ه ) موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙيون شيون مليون آهن؟

2. هيٺ ڏنل لفظن جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ لکو:

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
| --- | --- |
| حيرت | |
| قديم | |
| شامل | |
| چاھ | |
| ڪشادو | |

3. هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| آثار | | |
| سياح | | |
| ماتري | | |
| ڪُشادا | | |
| اُڪريل | | |

4 . موهن جي دڙي مان لڌل شين بابت حاصل ڪيل ڄاڻ لکي اچو ۽ ٻڌايو تہ اسين موهن جي دڙي تي ڇو فخر ڪندا آهيون؟

5 . جملا درست ڪريو:

- هن وقت بدقسمتي اڇي سم ڪلر آهي سان ڪيو مُنهن.
- هن وقت سڄي دنيا موهن جو دڙو ۾ آهي مشهور.

6 . ڪم ڪرڻ کي فعل ۽ ڪم ڪندڙ کي فاعل چئبو آهي.

* اڪبر خط لکيو.
* واڍو ڪرسي ٺاهي ٿو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ فاعل آهن. اوهان اهڙا پنج جملا لکو ۽ فاعل هيٺان ليڪ ڏيو.

7 . تصوير ڏسو:

معصوم شاهہ جو مُنارو

ياد رکو تہ:

(1) موهن جو دڙو سنڌ جي قديم تهذيب جو نشان آهي.

(2) مصري، سميري ۽ چيني تهذيبون بہ دنيا جون قديم تهذيبون آهن.

سبق ٻارهون

# نظارا وَطن جا

هي سر سبز ٻنيون ۾ پارا وطن جا،
وڻن واهه جو تا، نظارا وطن جا.

اچو کيت کيڙيون، اچو سونُ ميڙيون،
پلا ڏاند آهن، پٽارا وطن جا.

ڪمندُ، ڪڻڪَ، ساريون، ڪپهہَ، انبَ، ڪيلا،
سنا فصل ميوا، موچارا وطن جا.

هي مزدور هاري، ڪمي ڪاسبي سڀ،
جِيَنِ شال سانگي، سگهارا وطن جا.

هي واڍا، هي رازا، هي ڪوري، هي موچي،
هي لوهارَ پورهيت، پيارا وطن جا.

اسان جو سهارو، وطن ئي تہ آهي،
اسين پاڻ آهيون، سهارا وطن جا.

صُبح جو سويرو، پڙهڻ لئہ وڃون تا،
اسين ٻارِڙا چندَ، تارا وطن جا.

وڏي مانَ وارو، وڏي شانَ وارو،
سدا ڀاڳ آهن، ڀَلارا وطن جا.

ملي پاڻ ۾ سڀ نندا توڙي وڏڙا،
ڪنداسين اي ”آصف“، سُڌارا وطن جا.

احمد خان ’آصف‘

سکيا جي حاصلات

- فطري منظرن ۾ ماحول جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- اسم جي اضافي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- هم قافيا لفظ ڄاڻڻ.
- حرف جملي جو استعمال ڪرڻ.
- لفظن جي معنيٰ ۽ استعمال ڄاڻڻ.

## مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ٿو؟

(ب) جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻيو ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي؟

(ج) هن نظم ۾ ڪهڙن ڪهڙن هُنرمندن جو ذڪر ٿيل آهي؟

2. هي نظم زباني ياد ڪري ڪورس جي انداز ۾ ڳائي ٻڌايو.

3. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملن ۾ لفظ جو استعمال |
|---|---|---|
| سرسبز | | |
| ٻاگ | | |
| سهارا | | |
| ڪمي | | |
| موچارا | | |

4. لفظ ٺاهيو، جيئن: ٻار ، ٻارڙا

| ننڍا | وڏا | سُنا | مِٺا |
|---|---|---|---|
| | | | |

5. هم آواز لفظن کي قافيو سڏبو آهي، جيئن ”نظارا، موچارا“.
هن نظم مان ٻيا اهڙا هم آواز لفظ ڳولي لکو.

6 . هيٺ ڏنل بندَ مڪمل ڪريو:

* اچو ڪيت .................................. اچو سونُ ميڙيون.

پيلا............................................ آهن پيارا وطن جا.

* صبح جو سويرو ................................ لئہ وجون ٿاء

اسين.......................................... چند تارا وطن جا.

7 . هيٺين لفظن جا جمع ۽ واحد لکو:

| جمع | واحد | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| پنيون | | سهارو | |
| رازا | | ميوو | |
| پيلا | | موچارو | |
| واڍا | | سڌارو | |

8 . اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍين يا ڌار ڪن اهڙن لفظن کي حرف جملو چئبو آهي.

جيئن: ۽، يا، پر، تہ، ڇڙڪ، وغيره. توهين انهن لفظن کي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.

### سکيا جي حاصلات

- مارئيءَ جي حب الوطنيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- لوڪ ڪهاڻيءَ ڪان واقف ٿيڻ.
- اسم عام ۽ اسم خاص ۾ فرق ڪرڻ.
- ڪهاڻي پڙهي ان جو نتيجو بيان ڪرڻ.
- ڪهاڻيءَ کي پنهنجن لفظن ۾ لکڻ.
- نون لفظن کي پنهنجي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
- جملن مان فعل ڳولڻ.

سبق تيرهون

# عمر مارئي

جنهن زماني ۾ عمر سومرو سنڌ جو حاڪم هو، ان وقت ٿر پرڳڻي جي پالوا ڳوٺ ۾، پالڻي نالي هڪ مارُو ماڻهو رهندو هو. هن جي زال جو نالو ماڏوئي هو. ڪين هڪ ڌيءَ ڄائي، جيڪا ڏاڍي سهڻي هئي. اُن جو نالو مارئي رکيائون. مارئي جڏهن وڏي ٿي ته سندس حُسن جي هاڪ هنڌين ماڳين هُلي وئي. پالڻي وٽ ڦوڳ نالي هڪ ڪمي هوندو هو. ڦوڳ جي دل ۾ هو ته مارئيءَ سان شادي ڪريان. هڪ ڏينهن وجهه وٺي پالڻي ڪان مارئيءَ جو سڱ گهريائين. پالڻي مارئيءَ جو سڱ سندس سَوٽ ڪيت سان اڳيئي ڪري ڇڏيو هو، تنهنڪري هن ڦوڳ کي سڱ ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو. ڦوڳ ساڙ وچان سِٽ سِٽي ته ڪنهن نموني سڱ نه ملڻ جو پالڻي ڪان بدلو وٺان.

ڦوڳ عمرڪوٽ پهچي عمر سومري تائين مارئيءَ جي حُسن جي ڳالهه پهچائي. عمر بادشاهه کي جڏهن خبر پئي ته مارئي آهي ته ڏنار جي ڌيءَ پر

حُسن ۾ چوڏهين جو چنڊ آهي. هاڻي هُو هڪدم مارئيءَ کي ڏسڻ لاءِ آتو ٿي پيو.

هڪ ڏينهن عمر بادشاهي ويس بدلائي، اُٺ تي سوار ٿي ڦوڳ سان گڏ ملير ڏانهن روانو ٿيو. اهو سوچي ته کوهه تي هلي مارئيءَ کي هٿ ڪجي. مارئي سرتين سان گڏ پاڻي ڀرڻ لاءِ جڏهن کوهه تي آئي ته هنن اوپرا اوٺي ايندي ڏسي پوئتي ورڻ جي ڪوشش ڪئي. ساهيڙيءَ چيس ته ڊڄ نه، هي ڪي مسافر آهن، اُڃ لڳي هوندن، کوهه ڏانهن پيا اچن. پاڻي پيئارڻ ته ثواب جو ڪم آهي. ساهيڙيءَ جي صلاح تي مارئي اچا موٽي ئي مس ته سوار به اچي پهتا. اُٺ ويهاري عمر، مارئيءَ کي چيو ته: "پاڻيءَ ڍُڪ پِيارِ!" مارئيءَ جيئن عمر کي پاڻي ڏنو ته هن مارئيءَ کي زوريءَ ٻانهن کان جهلي، اُٺ تي ڪٽي روانو ٿيو ۽ کيس پنهنجي ڪوٽ ۾ اچي قيد ڪيائين.

رات ٿي ته عمر بادشاهه، مارئيءَ وٽ لنگهي آيو. ڇا ڏسي ته مارئي روئي الله کان دعا پئي گهري ته: "پرور منهنجي پَتِ رکج.! منهنجي لوئيءَ جي لڄ سلامت رکج! رَبَّ آءٌ هتي تنهنجي سهاري آهيان". عمر بادشاهه چيس ته، هاڻي روئڻ مان ڪجهه به نه ورندءِ. تون منهنجي پَٽَ راڻي ٿي رهه. مارئيءَ چيس ته: "منهنجو سڱُ ڪيت سان ٿيل آهي. آءٌ ان جي امانت آهيان. آس اتم ته جن جي آهيان؛ تن سان شال مِلان! الله لڳ مون کي آزاد ڪري، مارُن ڏانهن موڪل!"

عمر بادشاهه واپس موٽي ويو. سندس خيال هو ته جيئن وقت گذرندو، تيئن مارئيءَ جي مَنَ ۾ به ڦيرو ايندو ۽ منهنجي ڳالهه مڃيندي. هو مارئيءَ کي لالچ ڏيندو رهيو، پر مارئي سارو وقت پکا ۽ پنهوار سنياري رت روئندي رهي. هن کي محلات ۾ رهايو ويو. هر طرح سکيو رکڻ لاءِ آچون ڏنيون ويون پر هن چيو ته: "آءٌ عمر ڪوٽ جي راڻي ٿيڻ کان ملير جي گولِي ٿيڻ کي وڌيڪ ٿي ڀانيان." مارئي بادشاهي طعامن کي زهر برابر سمجهيو ۽ عمر جا پَٽَ پٽيهر ۽ ويس وڳا نه ڍڪيائين، مٿي تان اباڻي لوئي نه لاٿائين. لوئي ليڙون ٿي ويس، مٿي ۾ ڇِيڙهه پئجي ويس، پر تيل قليل يا عطر کي هٿ به نه لاتائين.

هڪ ڏينهن عمر بادشاهہ سمجهيو تہ هاڻي مارئيءَ جي مَن ۾ ڦيرو آيو هوندو. اهو سوچي هو وٽس وري هلي ويو. مارئيءَ ڪيس ليلائي چيو تہ: ”اي بادشاهہ! تو مون کي جيئري تہ آزاد نہ ڪيو، پر مارُن کي سارينديَ جيڪڏهن هتي مري وڃان تہ منهنجو مڙهہ ملير ضرور موڪلجانءِ.“ ان ڳالهہ جو عمر تي اهڙو اثر ٿيو، جو مارئيءَ کي آزاد ڪري پنهنجي ملڪ ملير ڏانهن روانو ڪيائين. اهڙي طرح مارئي پنهنجو ست سلامت رکي پنهنجي ملڪ ملير ۾ مارن سان اچي ملي.

مارئيءَ جي حب الوطنيءَ کي شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ ۽ ٻين شاعرن خوب ڳايو آهي. لطيف سائينءَ مارئيءَ جي ساڻيهہ واري سِڪ کي هينئن سارا هيو آهي:

واجهائي وطن کي، آءٌ جي هِت مياس،
تہ گور منهنجي سومرا، ڪج پنهوارن پاس،
ڏِجُ ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس،
ميا ئي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.

## مشق

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) عمر بادشاهہ ڪٿي جو حاڪم هو؟
( ب ) مارئيءَ جي پيءُ ۽ ماءُ جا نالا ڇا هئا؟
( ج ) مارئيءَ کي عمر سومري ڪٿي آڻي قيد ڪيو هو؟
( د ) مارئيءَ جو سڱ ڪنهن سان ٿيل هو؟
( هہ ) هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| جملي ۾ استعمال | معنيٰ | لفظ |
| --- | --- | --- |
| | | پرور |
| | | پٽ |
| | | مارو |
| | | هاڪ |
| | | اوپرا |
| | | حب الوطني |

3. هن سبق مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي جدا جدا ڪري لکو.

4. هيٺ ڏنل جملن مان فعل چونڊيو:

- عمر بادشاهہ مارئيءَ کي کوهہ تان کڻي آيو.
- مارئي هميشه مارن ۽ ملير کي ياد ڪندي رهي.
- عمر بادشاهہ مارئيءَ کي آزاد ڪري ملير موڪليو.

ياد رکو تہ:

ضمير خالص - خالص معنيٰ نج

اهڙا ضمير جيڪي فقط ماڻهن جي اسمن (نالن) بدران ڪم اچن تن کي ضمير خالص چئبو آهي.

جيئن: آءٌ - مان- اسين - اسان - تون - توهان - اوهان - اوهين

هي - هيءَ - هو - هوءَ - اُهي - انهن - سندن

سرگرميون:

(1) ٻارو! اوهان کي ٻي ڪا ڪهاڻي ياد هجي تہ ٻڌايو.

(2) عمر مارئيءَ جي ڳالھ پنهنجن لفظن ۾ لکو.

سبق چوڏهون

# سائِي

**سکيا جي حاصلات**

- سائي بابت واقفيت حاصل ڪرڻ.
- سائيءَ جي قسمن کي سمجهڻ.
- لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
- گفتگو ذريعي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- مختصر نوٽ لکڻ جي مشق ڪرڻ.

تنوير: سائين! اڪرم اسڪول ڇو نه ٿو اچي؟

استاد: اڪرم کي سائي ٿي پئي آهي.

زاهد: سائين! اها سائيءَ وري ڪهڙي بيماري آهي ؟

استاد: سائي هڪ قسم جي اهڙي بيماري آهي، جنهن ۾ مريض تمام گهڻوڪمزور ٿي ويندو آهي. سندس اکين جو رنگ به پِيلو ٿي پوندو آهي ۽ ڪيس ڪاڌو نه وڻندو آهي.

اعجاز: سائين ! سائي ڪيئن ٿيندي آهي؟

استاد: پُٽ، سائيءَ جو ڪارڻ هڪ جيوڙو آهي، جيڪو جگر يا جيري تي حملو ڪندو آهي ۽ مريض کي خبر ئي نه پوندي آهي ته هُو ڏينهون ڏينهن ڇو ڪمزور ٿيندو پيو وڃي. نه بک لڳندس، نه رهندس وري بُت ۾ چُستي. کيس هلڪو بخار به رهندو آهي ته پيٽ جي ساڄي پاسي سور پڻ رهندو اٿس. دل ڪچي ٿيڻ ۽ پيشاب جو رنگ پِيلو ٿي وڃڻ به سائيءَ جي بيماري جون نشانيون آهن .

شبير: سائين! سائيءَ جي سڃاڻپ ڪيئن ٿيندي آهي؟

استاد: هن بيماري جي سڃاڻپ دير سان ٿيندي آهي، جڏهن مريض نبل ۽ رنگ جو پِيلو يا ڦِڪو ٿي ويندو آهي ته سڃاڻپ ٿيڻ لڳندي آهي.

تنوير: هي بيماري ڪهڙيءَ عمر ۾ ٿيندي آهي؟

استاد: هن بيماري ٿيڻ لاءِ عمر جي ڪا حد مقرر نه آهي. سائي ته نئين ڄاول ٻار کان وٺي وڏيءَ عمر واري کي به ٿي پوندي آهي.

تنوير: سائين! سائيءَ جا جِيوڙا ٿيندا آهن ڇا؟

استاد: ها پُٽ، سائيءَ جا جِيوڙا ٿيندا آهن. سائيءَ جي عام جيوڙي جي ڄمار ڇهه هفتا ٿئي ٿي ۽ اُن جو عام علاج مڪمل آرام آهي.

اعجاز: سائين! سائيءَ جي جيوڙن بابت ڪجهه ٻُڌائيندؤ؟

استاد: ڇو نه! سائيءَ جا جيوڙا A,B,C سڏبا آهن. هن بيماريءَ کي انگريزي ۾

’هيپاٽائٽس‘ چوندا آهن. هتي توهان کي ان جي ٽن قسمن بابت ٻڌايان ٿو.

(1) **هيپاٽائٽس اي:** هيءَ بيماري ’اي‘ جيوڙن جي ڪري ٿئي ٿي. اها گهڻو ڪري خراب پاڻي پيئڻ يا سڙيي ڪاڌي کائڻ جي ڪري ٿيندي آهي. گهٽ صفائيءَ وارن علائقن ۾ جلد پکڙبي آهي. ان جو اثر اتي به گهڻو ٿئي ٿو، جتي ڳُتيل گهر ۽ ماڻهن جي گهڻائي هوندي آهي.

(2) **هيپاٽائٽس بي:** هيءَ بيماري ’بي‘ جيوڙن جي ڪري ٿئي ٿي. وقت سر علاج نه ٿيڻ يا علاج ۾ لاپرواهيءَ جي ڪري جيرو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ اها بيماري هاجيڪار بڻجي پوندي آهي . ان جي پکڙجڻ جو سبب اسپتالن ۾ ساڳي سُئِي ڪم آڻڻ، حجم جا ساڳيا اوزار، ڏندن جي ڊاڪٽر ۽ آپريشن جا ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ سان هيءَ بيماري رت وسيلي پکڙجي ٿي، ان ڪري مريض کي رت ڏيڻ مهل اول رت جي چڪاس ضرور ڪرائجي.

(3) **هيپاٽائٽس سي:** هيپاٽائٽس جو ٽيون قسم ’سي‘ هيپاٽائٽس ’بي‘ جو آخري مرحلو آهي، جنهن ۾ مريض جي جگر تي گهرو اثر پوندو آهي جيڪو مريض جي زندگيءَ لاءِ وڏو خطرو آهي.

**زاهد:** سائين! هن بيماريءَ کان بچاءَ لاءِ ڪهڙو احتياط ڪرڻ گهرجي؟

**استاد:** بچاءَ لاءِ ڪليل ۽ هوادار گهر هجن. گهرن ۾ اُس اچڻ ضروري آهي. گهرن جي آس پاس صفائي رکجي. تازا کاڌا کائڻ گهرجن. پاڻي اوباري ۽ ڇاڻي پيئڻ گهرجي. ڊاڪٽرن ۽ حجامن کي ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. نيون سُيون ڪتب آڻڻ گهرجن. اسان کي هڪٻئي جون استعمال ٿيل شيون، جيئن، بليڊ، ڪپڙا، صابڻ ۽ ڏندڻ استعمال نه ڪرڻ گهرجن.

**شبير:** سائين! هِن بيماري جي بچاءَ جا ڪهڙا طريقا آهن؟

**استاد:** هيپاٽائٽس ’اي‘ لاءِ ته ڪجهه وقت مڪمل آرام ڪرڻ ۽ گلوڪوز استعمال ڪرڻ سان فائدو ٿيندو آهي. سٽيي وارين شين کان پرهيز ڪرڻ سان به مريض کي فائدو ٿي ويندو آهي. پر هيپاٽائٽس ’بي‘ لاءِ ٽُڪا ٿيندا آهن، جيڪي بچاءَ طور اڳواٽ هڻائي ڇڏبا ته بيماريءَ کان بچي سگهجي ٿو. بيماري ٿيڻ بعد پوري حياتي احتياط ڪرڻو پوندو آهي. بيمار جي رت جي چڪاس پڻ ٿيندي آهي. ان کي ”بلو رِبن“ جي چڪاس چوندا آهن.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سائيءَ جي بيماري جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟
( ب ) سائيءَ جي بيماري جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟
( ج ) سائيءَ جي پکڙجڻ جا سبب بيان ڪريو؟
( د ) سائيءَ جي جيوڙن جا نالا ٻُڌايو؟
( هه ) سائيءَ کان بچاءُ ڪيئن ڪجي؟

2. هيٺين لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڪارڻ | | |
| نبل | | |
| هاجيڪار | | |
| ڳُتيل | | |
| چڪاس | | |

3. اعرابون بدلائي ڏهيل لفظن جون معنائون لکو:

* ڪَنَ __________ * پَڪَ __________ * رَتُ __________

ياد رکو تہ: سائيءَ جي بيماريءَ جا ٽي خاص قسم آهن.

(1) هيپاٽائيٽس - A
(2) هيپاٽائيٽس - B
(3) هيپاٽائيٽس - C

سرگرمي: سائيءَ جي ٽنهي قسمن کان بچاءَ بابت مختصر نوٽ لکو.

سبق پندرهون

# اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سڌاريون

**سکيا جي حاصلات**
- قدرتي نظارن مان لطف وٺڻ.
- ماحولياتي گدلاڻ جي باري ۾ واقف ٿيڻ.
- نظم کي سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
- حرفِ ندا ۽ اُن جي مختلف حالتن کان واقف ٿيڻ.

ٻنيون ٻارا باغ سنواريون، پنهنجا گهر ۽ گهاٽ اجاريون،
روشن مُستَقبلَ ڏي نهاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

رستن تي چٽڪارَ ڪنداسون، پاسن کان وٽڪارَ ڪنداسون،
لڳي وڃن چَوطرف بَهاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

علمُ، هُنُرُ هڪ دولت آهي، جنهن کي چوريءَ جو ڊپ ناهي،
ننڍين وڏن کي علم سيکاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

گندَ ڪِچري ۾ آ بيماري، آهي صفائي حڪمت واري،
ڳوٺن مان ڪچري کي ٻُهاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

مولىٰ ملڪ ۾ مالُ وڌائي، پنهنجو "سليم" تي ڀالُ ڀلائي،
ڀَليون هجن شل پنهنجون ڀٽاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون.

سليم هالائي

# مشق

1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ڳوٺ سڌارڻ لاءِ شاعر ڪهڙيون صلاحون ٿو ڏئي؟

( ب ) علم ۽ هنر جي اهميت شاعر ڪيئن بيان ڪئي آهي؟

( ج ) گند ڪچري مان ڪهڙو نقصان آهي؟

( د ) صفائيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟

2. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|
| مستقبل | |
| پٽاريون | |
| وٽڪار | |
| حڪمت | |

3. هيٺيان خال پري بندُ مڪمل ڪريو:

* علمُ، هنر هڪ دولت آهي، جنهن کي چوريءَ جو .................. ناهي،

ننڍن وڏن کي ................ سيکاريون، اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

4. عجب، افسوس، ارمان يا سڏ جي معنيٰ ڏيندڙ لفظن کي حرف ندا چئبو آهي.

جيئن: * ويچاري غريب هاري جي مينهن مري وئي! (افسوس)

* ٻارو! اچو تہ سبق پڙهون. (سڏ)

* واه واه! سبق تہ ڏاڍو مزيدار آهي. (عجب)

اوهان بہ اهڙا ڪي جملا ٺاهيو.

سرگرمي: اوهان پنهنجي ڳوٺ سڌارڻ لاءِ ڪهڙيون ڪوشش ڪندا؟ لکي اچو.

**سکيا جي حاصلات**

- بزرگن جي ديني ڪارنامن ۽ زندگي کان واقف ٿيڻ.
- لفظن جي واحد ۽ جمع جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
- ضمير غائب بابت ڄاڻڻ ۽ جملن ۾ استعمال ڪرڻ.

سبق سورهون

# بابا فريد گنج شڪرؒ

بابا فريد گنج شڪرؒ جو جنم 1179ع ڌاري، ملتان ويجهو ڪوٺيوال ۾ ٿيو. بابا فريد جو پورو نالو فريدالدين مسعود آهي. سندس پيءُ جو نالو جمال الدين هو، جيڪو ڪوٺيوال جو قاضي هو. سندس والده مريم بيبي هڪ نيڪ سيرت خاتون هئي.

بابا فريد يارهن سالن جي ڄمار ۾، استاد قاري محمد وٽ قرآن پاڪ حفظ ڪيو ۽ وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا منهاج الدين وٽ ملتان ويو. اتي سندس ملاقات معروف بزرگ صوفي خواجه قطب الدين بختيار سان ٿي، جنهن کي پنهنجو مرشد بنايائين. ساڻس گڏ دهليءَ ويو. مرشد جي چوڻ تي وڌيڪ تعليم لاءِ بغداد به ويو، جتي سندس ملاقات خواجه معين الدين چشتي اجميريءَؒ سان ٿي.

بابا فريد پنجابي، سرائڪي، ڪشميري ۽ سنڌيءَ جو شروعاتي شاعر سڏجي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ انهن سيني ٻولين جا لفظ ملن ٿا.

هن پنهنجي شاعريءَ ذريعي پيار، ڏاهپ، پاڪائي ۽ حق جي هدايت ڪئي ۽ فرمائيندو هو تہ: "اي فريد! دنيا خوبصورت آهي، پر ان ۾ ڪنڊن جو باغ بہ آهي. جتي لالچ هوندي، اتي محبت ڪيئن هوندي!"

"آءٌ ڏوهن سان پريو پيو آهيان، منهنجو ويس ڪارو آهي، پوءِ بہ ماڻهو مون کي درويش ٿا چون."

چون ٿا تہ، هن جي امڙ عبادت ۾ اتساهہ پيدا ڪرڻ لاءِ هن جي مصلي هيٺان کنڊ جي پُڙي رکي ڇڏيندي هئي، جيڪا هو نماز کان پوءِ ڪڍندو هو ۽ ان کي نماز جو انعام سمجهندو هو. هڪ ڀيري سندس امڙ کان کنڊ رکڻ وسري وئي، پر ننڍڙي مسعود کي ساڳي جاءِ تي کنڊ جي پُڙي رکيل ملي ۽ ائين هُو 'گنج شڪر' سڏجڻ لڳو. هن کي جيڪا رقم يا شيون ملنديون هيون، سي مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو.

بابا فريدالدين 5 محرم الحرام 668 هہ مطابق 1266ع تي، هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس مزار پنجاب صوبي جي شهر 'پاڪ پتڻ' ۾ آهي.

## مشق

1 . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) بابا فريد جو جنم ڪٿي ٿيو؟

( ب ) بابا فريد جو اصل نالو ڇا هو؟

( ج ) بابا فريد کي گنج شڪر ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

( د ) بابا فريد پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟

( هہ ) بابا فريد ڪهڙيون ڳالهيون ڪندو هو؟

( و ) بابا فريد جي آخري آرام گاهہ ڪٿي آهي؟

